ان وقت اسان ٻنهي جون اکيون چمڪي رهيون هيون
جن ۾ آئنده اجلون لي ماريون . ٻ جل ڌارائون جي کهٽي
عرصي کان رلنديون چلنديون ٿڪنديون رهيون هيون ،
آخر ٻالاڪ ۾ ملي الست ٻرير ساگر ۾ سمائجي هڪ ٿي ويون .



سوري مٿي ڪيو ۽ منهنجي اکين ۾ پنهنجي سرخ اکين سان نهاريو ۽ وري پنهنجو منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو. انهي جي دلين جي تار هڪ ئي سر ۾ وڄي رهي هئي. انهي جي دلين ۾ هڪ ئي سڪ جو سور هو ۽ هڪ ئي ٻور. منهنجي دل ۾ پيار جي هڪ مٺڙي پيڙ پيدا ٿي ويئي. منهنجو سرير پيار جي، لشي ۾ لسو ٿيندو ٿي ويو. مون سندس چهرو اٿاري اکن ۾ جهاڪي سندس لبن چميا. پوءِ کيس آهستي پلنگ تي ليٽائي ۽ سندس پاسي ۾ ويهي چيم،

"روءِ نه، جهرڻا! روءِ نه. تنهنجي ڏکن جا ڏينهن پورا ٿي چڪا. مان توکي وري ڪڏهن به جدا نه ڪندس. ڪڏهن به نه. زمين تي يا آسمان ۾ ڪوبه زور توکي مونکان الڳ ڪري نه سگهندو."

جهرڻا ڪجهه سامت ۾ آئي. هن ٻئي هٿ مٿي کڻي منهنجي ڳلن تي رکيا ۽ پنهنجون اکيون منهنجي اکين ۾ کپايون - لڙڪ ڀريل اکيون جن ۾ غم جا غبار هئا ۽ ساڳئي وقت خوشيءَ جي چمڪ به هئي. هن جي مکڙين وانگر چپن تي هلڪي مرڪ ۽ مهڪ هئي ۽ هوءَ چئي رهي هئي،

"منهنجا، هميشه منهنجا .... جنم جنم کان منهنجا، منهنجي مرضيءَ جي مطابق، منهنجي ارادي موجب ۽ ايشور جي قاعدي موجب. منهنجا پريتم!"

ائين چئي هن پنهنجي ٻانهن جو هار منهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو ۽ پنهنجو منهن منهنجي ڇاتيءَ ۾ لڪائي ڇڏيو ۽ چيو،

"آخر......آخر منزل تي پهچي ويس. منهنجي پيار جيت پاتي. ايشور مونکي پيار بخشيو ۽ مونکي منهنجو پريتم ملايو. هميشه لاءِ......هميشه لاءِ."

جهرڻا پلنگ تي ليٽي پيئي هئي. پلنگ جي پاسي ۾ رکيل ٽيبل لئمپ جو شعاع سندس چهري اسي پئجي رهيو هو. سندس ڪارا ڪارا ڊگها ڊگها وار سندس روشن رخ تي ٽڙيا پکڙيا پيا هئا ۽ انهن پٺيءَ پاسو جهڙ نه ڪارن ڪڪرن جي وچ ۾ چوڏهينءَ جو چنڊ چمڪي رهيو هجي. سندس ڪومل اکيون سڄيل ۽ آليون هيون ڄڻ مان لڙ جون لڙيون وهي رهيون هيون. هن جي کاٻيءَ ٻانهن ۾ اڪيل کاڙهن دانهن وار و هار ۽ ڏشنيءَ ۾ چلڪات چڙهي رهيو هو.

جهرڻا مولڪي ڏسڻ سان ئي اُٿي ۽ اُٿي ٻانهون ڊگهيري منهنجي طرف ڊوڙي آئي ۽ منهنجي ڪُڇيءَ ۾ ٻانهون وجهي مولڪي ليٽي پئي. هن پنهنجو سر منهنجي سيني تي رکي ڇڏيو. مون هن کي پنهنجن ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيو. جهرڻا جي دل اُمنگ ۾ ٻڏي آئي ۽ هوءَ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. مان خاموش سندس اشڪن جي روانيءَ محسوس ڪندو رهيس- سندس گرم گرم ڳوڙها جي منهنجي سيني تي ڪري منهنجي دل کي گرمي پهچائي رهيا هئا ۽ ان کي ٽڙڪائي رهيا هئا- پيار جا ڳوڙها، اهو پيار جا ڳوڙها جي سندس اکين ۾ اهو پيار جو پرڪاش پيدا ڪري رهيا هئا.

مون پنهنجي ڪاڏي جهرڻا جي مٿي ٽان ڪئي ۽ سندس وارن ۾ آڱريون گهمائيندي آهستي آهستي ڊٻل ۽ گهٽيل آواز ۾ چيم،

"جهرڻا........ڙا"

جهرڻا جي دل جي ڌڪ ڌڪ ڌڪن واڱر منهنجي سيني ۾ وڄي رهي هئي. هوءَ سڏڪا ڀري رهي هئي. منهنجي آواز تي هڪ لمحي لاءِ هن پنهنجو سر منهنجي سيني ٽان

جنهن جــي جهنڪار جو اثر ڪندي ئي روح ۾ ل
مچي ٿي وڃي • جنهن جي جهنڪار مان مڌر گيت جا
اڪرن • ڪڏهن اسين ٻه اڌ ملي هڪ ٿي وينداسين جن
سنگم مان هڪ ايشوري جوت اڀري ٿيندي - هڪ پيار
جوت جا اسان ۾ سندرتا، سوجهه ۽ ساهس پيدا ڪندي
ڇو جو اسان جو اهوئي ٻوشه آهي • پر ڪڏهن ؟ مـول
ٻڌاءِ منهنجا پريتم! ڪڏهن اهين ٿيندو؟ مـون توکي ڪم
الله آهي، مان مچان ٿي پر ان جي سرا ڪمشتالين ٻوڳي
پولدي ؟ مان پنهنجو پاڻ توکي ٿي سوپيان. تون ئي آهين
جنهنکي مان صدين کان ڳولهيندي آئي آهيان. تون ئي آهين
صرف تون ئي آهين منهنجو پريتم. واعدو ڪر ته تون وري
ڪڏهن به مونکي پاڻ کان پل به جدا نه ڪندين •

تنهنجي، صرف تنهنجي،

جهرنا.

چني پڙهي منهنجي زندگيءَ ۾ ٿون بهار اچي ويو. اکين
الله لوڻ لـڳو. چني پيار جي چوان يا هڪ روح جـي
جا! ساريءَ دنيا جي سلطنت ملي وڃي ته اها به ان چٺيءَ
گهوري ڇڏيان. ڪجهه ساعتون اکيون بوتي ڇڏيم ۽ هڪ
ب جي دنيا ۾ پهچي ويس. جهرنا، منهنجي جهرنا مون
ڪاري رهي هئي • منهنجي رڳ رڳ رباب والڳر وڄڻ
جنهن منهنجي جسم ۾ هڪ لرزش پيدا ڪري ڇڏي.
الاڻي پنهنجو ڪهڙو حال ڪيو هو. مان سمجهي اسـ
ن، سڄي نه سگهيس ۽ ترسي نه سگهيس ۽ موٽـر ۾
سڌو جهرنا جي هوٽل ۾ وڃي پهتس •

رهي آهيان ته توسان ترت اچي ملان. تون موٽي ايندين يا
مان اوڏ ت اچان؟ اڪ جنم جي ورن وڪڙن مان زندگي
پيندي اسان آخر هڪ ٻئي کي ڳولهي لڌو آهي. رات جي
سنساني ۾ توکي "پريتم، پريتم" ڪري ڪاري رهي
آهيان ۽ ان پريتم جي آواز جي گونج ۾ مان گم ٿي ويئي آهيان.
مان ان گهڙيءَ جي انتظار ۾ آهيان جڏهن توسان هيڪالدي
لي توکي "منهنجا پريتم" چئي سگهنديس. تون منهنجي جنم
جنم جو پريتم آهين. منهنجي زندگيءَ جو مرڪز، منهنجي
جيءَ جان جو مرڪز، منهنجي روح جو مرڪز. مون زندگيءَ
جو رستو ڳولهي لڌو آهي ۽ منزل به. منهنجي منزل تون
آهين ۽ توکان سواءِ منهنجي هستي اڌ پوري آهي، اڌ مري،
ڏکي ۽ ٿوڪي، سڃي ۽ سنسان آهي. منهنجي ساري ڪائنات
تو ۾ سمايل آهي، جنهن مان الله ۽ آڪاش جا سدا وهندڙ
ڌارا ڦاٽي رهيا آهن. هڪ ٿي آس ڪٺي لي لڳان ته وري
مان توکي ڪڏهن نه ڇڏينديس ۽ ڪلهه وهي دل جا اورانگا اوريندس.
دل چاهي ٿي ته تون مونکي پنهنجن ٻانهن ۾ هميشه لاءِ جڪڙي
ڇڏين، جيئن هڪ ٻکي ڏيهن جي پرواز کان پوءِ هيٺ لهي
آکيڙي ۾ آلند ۾ اچي پنهنجا پر بند ڪري ڇڏيندو آهي تيئن
تون به مونکي پنهنجي ٻانهن جي پرن ۾ لڪي ڇڏين. ڪڏهن
مان اهڙي امولي شانتي پائينديس ۽ سمجهنديس ته پيار جي
پوتر ميلاپ ۾ مان مرادن ۽ خواهشن جي چوٽيءَ تي پهچي
ويئي آهيان. ڪڏهن تون مونکي جيءُ مان جڪڙي سيني
۾ سمائي ڇڏيندين جيئن ڪنول جو پيپ ٻاڪل ڀونئري کي
پنهنجي دل ۾ وهاري پنهنجون پنکڙيون سميٽي ڇڏيندو
آهي. ڪڏهن اسان پيار جي زنجير ۾ جڪڙجي ويندا سين

کالو کالي مان ليلڪ ۾ وڃي ويٺس. ساول ۽ شيام جو پاڻهڄو ۾ ويٺا هئا. مون هن کان ولايت جي خبر چار پڇي. ڪيس شيام جي ڪيل وصيت نامي بابت ٻڌايو ۽ پوءِ وڪيل جنهن وصيت لکيو ناهيو هو تنهنکي ٽيليفون ڪري گهرايم. هو ٿوري وقت ۾ اچي ويو ۽ شيام جي پاڻهڄي سان وصيت جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ۾ لڳي ويو.

ايستري ۾ چندو هڪ لفافو کڻي اچي مونکي ڏنو. مون ويٺل کي چيو،

"ٿوري دير لاءِ مونکي معاف ڪجو. مان اجهو ٿو اچان."

۽ پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ اچي لفافو کوليم. چٺي جهرنا جي هئي. مون وڏي آتوريائي ۽ اتڪنٺا سان چٺي پڙهڻ شروع ڪئي.

منهنجا پريتم،

تنهنجي پيار ڀري چٺي ملي. مون چٺيءَ لاءِ ايتري سوچ ڪيو آهي. منهنجي رڳ رڳ روئي رهي آهي. منهنجي اس لس هڪ ساز جي تار وانگر وڄي رهي آهي ۽ ان ساز جي تار مان هڪ ئي آواز ٿو نڪري، هڪ ئي ڌن آهي ان ساز ۾ - تنهنجي پيار جو آواز ۽ ڌن. منهنجو تن، منهنجو من ۽ منهنجي آتما توسان هڪ ٿي وڃڻ جو ئي آلاپ ڪندي رهيا آهن. منهنجي اُره مان اهوئي آلاپ نڪري منهنجي جيون کي سنگيت ميه ڪري رهيو آهي. منهنجو ساهس ٽٽي چڪو آهي. تنهنجو روح منهنجي روح مٿان بار بار حملو ٿو ڪري ۽ منهنجو روح جسم مان اُڏامي وڃڻ جا يتن ٿو ڪري. منهن جا پريتم! مون فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهوئي سوچي

هو نه سائنس ڪري ٿو، نه ڪلا جي."

"ڇو؟"

"مونکي ڪهڙي سڌ. مون سندس ڪمري ۾ ٽيليفون ۾ ڪئي پر جواب نه آيو."

مان ٿورو پريشان ٿيڻ لڳس.

"مونکي ته ڊپ لڳي رهيو آهي." سانول گهٻرائجي چيو.

مون سندس گهٻراهٽ جو ڪارڻ سمجهي ورتو ۽ کيس چيم، "نه، نه، سانول. ائين نه آهي جيئن تون سوچي رهيو آهين. هوءَ اهڙي موڙ تي نه آهي جو خودڪشي ڪري."

"پر ان روش جو مطلب؟"

"سانول! هوءَ ڪنهن مانسڪ پيڙا مان لنگهي رهي آهي. هوءَ ذهني حالت ۾ مبتلا آهي. کيس سوچڻ ڏي."

"مانسڪ پيڙا!" سانول ڳالهه نه سمجهندي چيو.

"ها، اها هڪ روحاني ڪشمڪش آهي جا لوڪي سمجهه ۾ نه ايندي. سندس سوچ ۾ لوڇ آهي، آتمڪ لوڇ. سندس روح ۾ مانڌاڻ مچي رهيو آهي. هڪ الوڪي ولوڙ پيدا ٿي وئي آهي."

"ڀلي تون هن غريب جي زندگي ڇو ٿو خراب ڪرين. هن تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي."

"مان هن جي زندگي ناحق ٿو چاهيان پر هوءَ پاڻ ڪسي دکي ڪرڻ لئي سنبري بيٺي آهي."

"خدا جي واسطي اهي روحن جون ڳالهيون هن سان نه ڪر. ائين وهمن ۽ ڀرمن ۾ ورڪي وقت نه وڃاءِ."

مون مرڪي ڏٺو ۽ چيو،

"پر سانول، هوءَ نه انهن ڳالهين کان اڳ ئي واقف آهي."

سانول خاموش رهيو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ هليو ويو.

اچي ڪمري ۾ ليٽي پيس. مونکي پنهنجا ئي خيال وڪوڙي ويا هئا. مونکي جيرتا جي آئينده جي باري ۾ سوچڻو هو. هوءَ ضدي سڀاءَ واري هئي. سڀ ڪجهه سوچيندي به هن ٻالڪ کي ڏکي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو ۽ مان ڏيوڪ قالون ۽ پنهنجي آتما جي شڪتيءَ لئي ٻاڙي وينو هوس. مونکي خبر هئي نه مگر ڪهڙي وقت لئي جيرتا پنهنجو ٻالڪ اچي مون سان ملندي. هن کي پنهنجي باري ۾ سوچڻ ۽ سمجهڻ جو اڌڪار هو. انسان جي جذبات ۾ روحاني جهلڪ هئي جا لافنا هئي جنهن جذبات جي ڏل ڪڏهن به اچي نه جهي.

سوچيندي سوچيندي شام ٿي ويئي. ڏر لئي ڪنهن "ٺڪ ٺڪ" جو آواز ڪيو ۽ منهنجي ويچار جي ڌارا ٽٽي پيئي.

"مان اندر اچي سگهان ٿي؟" آواز سانول جو هو.

"اچ....اچ سانول."

"اڙي....اڙي....لسون انهن اوندهي منجهي ٻاني ڇو سمجهيو پيو آهين."

"ڪنهن سوچ ۾ غلطان هوس."

سانول ويجهي رکيو ۽ مان اٿي ويٺس.

"ڪڏهن وڃي رهيو آهين؟"

"سياڻي رات جو."

"مان هوٽيل ۾ جيرتا سان ملڻ ويو هوس. پر ساڻس ملاقات نه ٿي سگهي."

"ملاقات نه ٿي سگهي؟" مون عجب وچان پڇيو.

"نه."

"ڇو؟ هوءَ واپس بمبئيءَ هلي وئي ڇا؟"

"نه. هيٺ هوٽل جي ڪلارڪ ٻڌايو ته جيرتا جو حڪم

کي پيار جي مقدار ۾ يا پيار جي دنيا ۾ جا پيار پيدا ٿو ڪري شڪ آڻڻ نه کپي. مونکي پنهنجي پيار ۾ ڪوبه شڪ نه آهي. منهنجي من ۾ گمان کي ڪا جڳهه نه آهي. منهنجي شڪن جو زمانو گذري چڪو. سورن مونکي سياڻو ڪري ڇڏيو آهي ۽ تلخ تجربن جي ڇهبوڪن مونکي ماري مس صورت ۾ آندو آهي ۽ مون۾ شڪتي ڀري آهي. پر تون اڃا هٻڪي ۽ ٿڙڪي رهي آهين ڇو جو شڪائن توکي ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. خير، مون تو اڳيان حقيقت پيش ڪئي آهي ۽ ان مان ئي مونکي آٿت ملي رهيو آهي. مان محسوس ٿو ڪريان نه توکي پنهنجي حالن تي غلط جو اڌڪار آهي. مان اهين ٿو چوان نه، "مان توکي پيار ٿو ڪريان." ائين چوڻ سراسر موورکتا آهي جڏهن مونکي خبر آهي نه تون ضرور منهنجي ٿيندين ۽ اڄ نه ته سڀاڻي. تنهنجي آتما منهنجي آتما واسطي اڃ ۽ اڪر آهي ۽ اها شڪتي جا اسان کي جيون تي بخشي ۽ اسان جو پيار پريپورڻ ٿي ڪري، هڪ ديوڪ شڪتي آهي جا ابناسي آهي جيئن ايشور ابناسي آهي. ان شڪتيءَ جي آڌار تي جو آنند جڏهن ته اسان چاهيون پراپت ڪري سگهون ٿا. اها شڪتي اکنڊ ۽ اسيم آهي. باقي سڀڪجهه مان تنهنجي فيصلي تي ٿو ڇڏيان.

منهنجي پريتما! مان پنهنجيءَ پريم ڪٿا آتما سان توکي پرماتما جي حوالي ٿو ڪريان.

---

ٽئين ڏينهن تي شيام جو ناٽڪ ا ڀيڙي ويو. اڄ سان ٿئي هماز ورلڊ لکيو. ساڻول ڪيس پرچاڻ لکيو. ڪجهه دير کان پوءِ هن کي آس آيو. هن سان ڪجهه وقت ڳالهائي مان

ٻنهي ڏانهن هڪ غيبي طاقت جي زور سان ڌڪي ويئون.
جيڪڏهن اسان ان جدائي جي اڳيان پيش پئون ها ته پڻ
جيئن وانگر ملي هڪ لاٽ ٻنجي پئون ها. جيڪڏهن توهان
پنهنجي الٿهه ڪرڻ سان سچي آهين جيئن مان آهيان، ته توهان
سمجهندين ۽ محسوس ڪندين ته جنهن امنگ جي زور اسان ٻنهي
کي بي اختيار جڪڙي ڇڏيو سو اڳم ۽ نرآڪار هو. ان شڪتيءَ
کي سمجهڻ ڏکيو آهي. پر تڏهن به اهو سراسر سچ آهي ته
ان امنگ اسان ٻنهي کي هڪ ٻئي سان ملائي هڪ ٿي وڃڻ
جو زور ڏئي ڇڏيو. پر اهي سڀ ثبوت توکي وشواس ڏيئا
ڏياري سگهن؟ تنهنجي جيون جي سالرا جدا جدا جوڙين ۾
جن ۾ تنهنجي آلما منهنجي آلما طرف آهستي آهستي وڌندي
آئي ۽ ڪلهه رات جڏهن تو مون سان گڏ منهنجي ڪمري ۾
ڪجهه ساعتون گذاريون ۽ تنهنجي لس لس آئينده جو اڻجو ڪرڻ
جي الله ۾ گرم ٿي ويٺي، تنهنجو الڳ الڳ ترقي ڪيو ۽
پنهنجي گڏ ريل جيون جا وچتر چتر جي تو ڏنا جن ۾ مڪمل
حصو تنهنجو ۽ منهنجو هو، اهي سڀ توکي ڪافي ثبوت ڏيئا
ڏين! توهان چاهين ٿي ته توهان گهرن گهڻن ڪيئي چاهين ۽ مون
والکر سگهن، سمجهن ۽ سهين. جيڪڏهن اهو ضروري آهي
ته اٿين اوس ڪر. مان پنهنجي شڪتيءَ ۽ قدرت جي
شڪتيءَ ٿي پارٿيندس جي توکي آپدائن کان بچائيندين ۽
وري توکي مون سان ملائيندين. ڇو جو توکان سواءِ مان ڪجهه
به نٿو ڪري سگهان. جيڪڏهن مون کي زندگيءَ ۾ ڪامياب
ليکو آهي ته منهنجي ڪاميابي توهان آهين. جيڪڏهن منهنجي
اڀلاشا پورڻتا پائڻ ٿي چاهي ته منهنجي پورڻتا توهان آهين.
اسان کي هن جيون ۾ سمجهو ۽ سياڻو ٿيڻ گهرجي، جهرنا! اسان

هن جي اڱڻ اڱڻ ۾ پيار جي ملڙيءَ ۾ پڻ جو احساس لئي رهيو هو. هن جي وڳ وڳ پيار جي درد کان دکي رهي هئي. سندس چاليهه دکہ ۽ غم کان ڇڪي رهي هئي. آخر هن منهنجو هٿ آهستي آهستي ڍلو ڪري ڇڏي ڏاو ۽ لڙڪن ڀرل اکين سان مولڏالهن لهار پنڌي در لاٿين وجي پهتي ۽ آخرين نظر منهنجي مٿان اڇلي ٻاڻ موڙي ٻاهر اڪري ويئي.

مان بت وانگر ڪمري ۾ بيٺو هوس. جهرنا وهي هلي هزارين شڪ ۽ شڪايتون ان ڳالهه کان سواءِ، هزارين پيار جون ڳالهيون ڳالهه کان سواءِ.

ان رات مون جهرنا کي چٺي لکي.

منهنجي پريتما،

مان لوکي پريتما جي نالي سان پڪاري رهيو آهيان. جيئن مون لوکي هميشه پريتما ڪري لي سمجهيو آهي. ايڪ آواگون جي چڪرن مان لنگهندي مان لوکي الين لي پڪاريندو آيو آهيان. اهو پريتما جو شبد ڪيڏو نه مٺو آهي. اهو شبد اج ان لنهنجي ڪنن ۾ مدر سنگيت وانگر گونجي گهرجي جيئن پونترى جي گن گن مکڙيءَ جي ڪنن ۾ گونجندي آهي. اهو شبد هميشه منهنجي اسرآتما جي ستار جي سنگيت جي همدرديءَ ۾ وڄندو ٿو رهي. جو لبوس لوکي لنهنجي اندر جي سوجهه اڳ ئي ڏاو آهي لنهن مان لوکي تسلي نٿي لکي؟ لبوس جو لوکي هڪ اڻ ٽرلڊ حقيقت او بڏائي ته ٽون ۽ مان هڪ آهيون ۽ هڪ هئاسين ۽ هڪ ٿئي جي ورڏ اسان لسمس سان ڪيڏالدا آيا آهيون، پر سڀ ولرمه واو آهي. ڇا لنهنجي سمجهه لاءِ اهو سڀ ڪافي نه آهي؟ جنهن وقت اسان جون نگاهون مليون ان وقت اسان جون آتمائون هڪ

وقت اسان جي ملڻ ۾ دير پيئي ته مان صبر سان سهندس،
جيئن سهندو آيو آهيان. آخر ۾ ٿيندو اهو ئي جو ٿيڻو آهي.
مولکي ته اڄ ئي خبر آهي، جهرڻا!"

جهرڻا جو ڪنڌ منهنجي ڪلهي تي ليٽيل هو. هوءَ اڃا
سڏڪا ۽ سڏڪيون ڀري رهي هئي. مون ڪيس چيو،

"تون به مون وانگر سڪڻ ۽ سهڻ ٿي چاهين، ائين ٿي ڪر.
توکي پنهنجي فيصلي تي صبر سان عمل ڪرڻو آهي. ڪمزوريءَ
مان ڪجهه نه ورندو."

جهرڻا پاڻ سنڀالي ورتو ۽ منهنجي سيني تان سرڪي الڳ
ٿي بيٺي. پنهنجا اماڻا ۽ آلا نيڻ مٿي ڪري منهنجي منهن ۾
نهاري چيائين،

"مان ته توهان جي مالڪين ۾ ٿي وسان. مولکي ڇورن
سان ڇهائي ڇڏيو جيئن دنيا مولکي نه ڏسي ۽ توهان پيو ڪي نه
نه ڏسو. دنيا کان بلڪل اهڙو ئي وڃو. اهو سڀاڳو ڏينهن نه
ايندو جو مان اڄ توهان جي دل جي سنگهاسن تي شهزاديءَ
مان راڻي بڻجي راڄ ڪنديس. اهو ڏينهن اوس ايندو ۽ ڀت.
مولکي وشواس آهي."

هوءَ وري منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي اکين ۾ آب
آڻي موڪلائڻ لڳي. سندس چپ ڦڙڪڻ لڳا. سندس من
پرچي آيو ۽ اکر نه اُکليس. هن جون اکيون لڙسي رهيون
هيون ۽ سندس دل پيار جي درد کان تڙپي رهي هئي. هن
منهنجو هٿ ڇڏڻ ٿي چاهيو. هن مولکي پنهنجي جيءَ سان
جڪڙي ڇڏڻ ٿي چاهيو جو ڪيس اهو الڪو هو ته متان ڪالهس
وڇڙي نه وڃان ۽ هوءَ بي سهاري نه ٿي پوي. جهرڻا جي
حالت رحم جوڳي هئي. هن جي نس نس تڙپي رهي هئي

منهنجي اکين ۾ نهاري جهرڪا شرمائجي وئي ۽ مرڪي
ڪمرو عيمت ڪري چلي وئين.

رسمي ۽ وڌيڪ ڪا به گفتگو نه ٿي ۽ اسين خاموش هئاسين.
آوري ۽ دير ۾ گهر اچي پهتاسين. ساڳيو اندر ويٺو هو ۽ جهرڪا
کي ڏسي اٿي بيٺو ۽ کيس وڏو وڏو مٺا پيار ڪري ٻالي
چوڻ لڳو،

"ڪيئن آهين جهرڪا؟ ڪيترا ڏينهن ٿيا آهن توکي ڏٺي."

ٻئي ڳالهين ۾ مشغول ٿي ويا ۽ مان پنهنجي ڪمري ۾
اچي ويٺس. آوري ۽ دير کان پوءِ جهرڪا اندر آئي ۽ چيائين،

"چڱو، مان هينئر وڃان ٿي."

"وڃڻ وارن کي پالا ڪير روڪي سگهندو."

جهرڪا منهنجو هٿ جهليو ۽ دردناڪ ۽ ڏکائيل آواز ۾ چيو،

"ائين نه چئو."

هوءَ بيحد دکي ٿي نظر آئي. دل ٿي پئي ته روڪي موڪلائڻ
موڪلائڻ آئي هئي. مون هن ڏانهن نهاريو. سندس نيڻن ۾ نير
اُڪيو پيو هو. هن جي دل ڀرجي آئي. وڌيڪ روڪي نه
سگهي ۽ سندس نيڻن مان نير جي ڌارا برسات ۾ پرنالي
والگر چوڻ جهلي وهڻ لڳي. مون کيس ڇڪي پنهنجي
سيني سان لڳايو ۽ کيس حيءَ سان جڪڙي ڇڏيم جڻڪ هڪ
ڪارو ڪڪر پنهنجي پريم جنهن کي پنهنجي سيني ۾ جهالي
چلهندو آهي. جهرڪا زار زار روئي رهي هئي. مان سندس
ريشمي وارن ۾ آڱريون ڦيرڻ لڳس ۽ کيس آٿت ڏيندي
چيم، "جهرڪا! توکي انڪار آهي نه پنهنجي سمجهه سارو
ڪنهن فيصلي تي اچين. مونکي ڏور نه وڃ نه ٿيندو
جڏهن توکي فيصلي ڪرڻ ۾ دير لڳي ۽ جڏهن ڪجهه

"اڇو نه ڪول هو. هنن اوچتو اچڻ جو ڪارڻ؟"

"مون ڪيس شيام جي باري ۾ لکيو هو شايد ان ڪري آيو آهي. ڪيس ڪو پنهنجو ڪم به هو."

"ڪٿي آهي؟"

"ٻاهر نڪتو آهي. شام ڌاران واپس اچي ويندو."

ٿوري وقت کانپوءِ ماني کائي اسين ڪناٽ پليس وياسين. چنڊوءَ لاءِ ڪجهه گرم ڪپڙا وٺڻا هئا ۽ ڪجهه ٻي به خريداري ڪرڻي هئي. ڪجهه وقت اسين دهليءَ جي فيشنيبل مارڪيٽ ۾ دڪانن جون سجايل دريون واجهائيندا رهياسين. پوءِ اسان هڪ سازن جي دڪان تي چڙهياسين. مون ستار، دلربا، پياو ۽ ڪي ٻيا ساز ورتا. مئنيجر کي گهر جي ائڊريس ڏيئي تاڪيد ڪيم ته ساز ڪوکن ۾ خبرداريءَ سان بند ڪري موڪلي ڏئي. جڏهن دڪان کان ٻاهر نڪتاسين ته شام ٿي وئي هئي ۽ سڌو گهر جو رستو ورتوسين.

موٽر ۾ ويهندي جهرڻا پڇيو،

"هيءُ ساز ڪنهن لاءِ ورتا اٿو؟ توهان ڳائيندا آهيو.

"هيءُ ساز هڪ شهزاديءَ لاءِ آهن." مون مرڪندي چيو.

"ڪهڙي آهي اها شهزادي؟"

"چئو جهرڻا! تون ته ڪيس چڱيءَ طرح سڃاڻين. ڪيترا دفعا تو ڪيس ڏٺو به آهي." مون جهرڻا ڏانهن نهاريندي چيو.

"مون ڪيس ڏٺو آهي!" جهرڻا عجب وچان چيو.

"ها، تو ڪيس ڏٺو آهي. جيڪڏهن وري ڏسڻ چاهين ته مان توکي ڏيکاري ٿو سگهان."

"ته ڏيکاريو ته پڪ ٿئي." جهرڻا مشڪندي چيو.

"منهنجي اکين ۾ نهار جهرڻا. ڪجهه نظر اچئي ٿو."

منزلون طيءِ نه ڪندا سون. ڪڏهن به نه، جي مان روڪي سگهيس نه. ۽ مان روڪيندس ۽ روڪي سگهان ٿو. ڇو جو هن جيون ۾ مان توکان پلوان آهيان. پلوان هميشه ڪٿي لــو. تنهنجون اکيون ۾ چندرما جا نقش آهن. ڪومل اکيون آهن ۽ نه غصي سان تمتار. مون الهن ۾ غصو پرپل ا... ڏٺو آهي. اهڙو غصو جنهن منهنجي دل جو خـــون ٿي ڪيو. پر اهو ڪنهن ڪهڻي زماني جي ڳالهه آهي. ان زماني ۾ مان توکان ڪمزور هـوس."

جهرنا مرڪي ڏٺو ۽ چيائين،

"مان ڪالهاري توهان جي قابل نه آهيان. جڏهن مان پاڻ کي توهان جي لائق سمجهندس نه پنهنجو پاڻهي اچي توهان سان ملندس."

"جهرنا! زندگيءَ جو فيصلو توکي پاڻ ٿي ڪرڻو آهي. مان صرف توکي حقيقت کان واقف ڪري رهيو هوس. وقت اچي ويو آهي اسان ٻنهي کي ملڻ جو. زمانا جدائيءَ ۾ تڙپيا آهيون. زمانا! اياس کان پنهنجي مورکتا ڪارڻ هڪ ٻئي کان الڳ ٿيندا رهيا آهيون. جهرنا! تون سمجهدگيءَ سان واهـي هاڻي سوچ مان نه ان ڏينهن کان پوءِ دهليءَ مان روانو ٿي ويندس."

جهرنا ڪنهن خوض خيال ۾ عرق ٿي وئي. مون به چاهيو ٿي نه هوءِ سوچي ۽ پنهنجي جيون جو اهم فيصلو ڪري. ٿوري دير ڪالپوءِ سندس خيالن جو سلسلو ٽوڙيندي چيم،

"اڄ ساول آيو آهي."

"ساول آيو آهي؟" جهرنا عجب وچان پڇيو.

مون ڪنڌ سان "ها" ڪئي.

ڪيون. ٿن هڪ ٻئي لاءِ پنهنجي اکين ۾ اکيون وجهي نهاريو ۽ پوءِ هڪدم سنجيده ٿي وئي. هوءَ ڪمس چيو،

"پيارا! تو ڪڏهن ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين جو خيال ڪري اسان ڪيئن نه پنهنجي خوشي وڃائيندا رهيا آهيون. بس، هن وقت اسان ٻئي اڪيلا هڪ ٻئي جي ويجهو ويٺي هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي الڪل ڪناري تي اچي پهتا آهيون ۽ سائنٽي ولست هڪ ٻئي کي نه سمجهڻ جو ارادو ڪري ويٺا آهيون. ڪيترا دفعا ائين ٿيندو رهيو آهي. دنيا ۾ اسان وانگر ٻيا به روح آهن جن پاڻ کي پنهنجي جسم جي سانگيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي دَر کولڻ کان انڪار ٿا ڪن. هو ديوارن جي بنياد ٻيءَ هڪ ٻئي سان ڳالهائين ٿا ۽ دروازن جي ولين مان واجهه ٿا وجهن پر در نٿا کولين. اڄ مان ڪهڙو نه خوش نصيب آهيان جو تون منهنجي ڀر سان ويٺي آهين ۽ تنهنجو هٿ منهنجي هٿ ۾ آهي."

جهرنا کجهه سوچڻ کان پوءِ چيو، "جيڪڏهن اهو سچ آهي ته اسان جو ناتو پراڻو ۽ انوکو آهي ته اسان جي هڪ ٻئي کان وڇڙي ۽ واسين ته اهو وڇوڙو ڪن گهڙين لاءِ ٿيندو."

"ڇا ان ڳالهه جو توکي وشواس آهي؟"

"اهڙو وشواس جهڙو هڪ امر روح کي هڪ امر سچ جو هئڻ کپي."

"توکي خبر آهي ته اسان هڪ ٻئي کان ڪيتري وقت کان جدا ڪيا ويا آهيون؟ مان توکي نه ٻڌائيندس. تون ڏڪلجي ويندين. پر هاڻي جيڪڏهن زمين ۽ آسمان به پنهنجي طاقت آزمائين، اسان [illegible] الڳ الڳ رهي

"ڇو؟" مون پڇيو. جهرنا چپ رهي. مون وري چيو،

"تنهنجي هستي مونکان سواءِ نا مڪمل آهي، جهرنا! اسان ٻه اهڙا روح آهيون جن جي ملڻ سان هڪ پيار جو روح پيدا ٿيندو. پر ان ان ٻوڙ هڪ جهڙي ميلاپ جي ڪوشش لئي ڪرڻ. هڪ ٻئي ميلاپ جو تنهنجي ئي سمت ۾ آهي. قدرت هميشه اسان کي ملائڻ جي ڪوشش ڪئي ڪئي آهي ۽ اسان سندس زور کي ٽوڙڻ جي لئي ڪوشش ڪئي ڪئي آهي. آخرڪار اسان ڄاڻي ٿا ته هڪ ٿي وڃڻو آهي پوءِ دير وجهڻ جو ڪهڙو مطلب؟ توهان اسٽرلن کي لٽ فرشتن جو لقب ڏنل آهي جي هميشه ان آنالن کي ملائيندا نا رهن ۽ تو پنهنجي آدرشن جي لباهي ٻانهي آندي آهي."

جهرنا جون نظرون زمين ۾ کتل هيون. هوءَ چپ رهي هئي، "ندي ساگر ۾ سمائجي وڃڻ جي اڻاڪاڻي رکي. پاڻ جي لاٽ مٿي سورج سان ملڻ لاءِ آلي لي رهي. اهڙيءَ طرح مان به پريتم سان ملي هڪ ٿي وڃڻ ٿي چاهيان. پر...."

مون ڪيس وچ ۾ روڪيندي چيو،

"پر اهالي تنهنجي خواهش آهي؟ تو زمانا اڳ اهين چوڻ محسوس ڪيو؟ هيڏو ته مولکي سالڪ ڏيڻ لاءِ دل ۾ هٺي رهي آهين. اون موارشڪ لسي ڪرڻ جنتو ٿڪ تنهنجو الڪ الڪ لوڪي انهن او ٻڌائي ته تنهنجي آتما جو سالي مان ٿي آهيان. تنهنجي دل منهنجي طرف انهن ٿي لڙي جنهن هڪ پڪي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ بيتاب ٿي پڃري جي سيخن کي پنهنجن پرن سان ٽڪيندو ار رهي."

مون جهرنا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليو ۽ ٻئي هٿ سان سندس ناڙيءَ کي جهلي سندس جهڪيل نگاهون مٿي

"ڪھڙو نہ سٺو ڇوڪرو ھو."

"دنيا ۾ خراب ڪم آھي؟ ڇڏ انھن ڳالھين کي. اڄ تہ لمڻ ڪراون ؟"

ليرڻ ڪري سائول ٻاھر نڪري ويو. کيس ڪنھن سان گڏجڻو ھو ۽ چئي ويو تہ شام ڌاري واپس اچي ويندو. جلد ئي جھرنا بہ آئي ۽ اچي منھنجي ڀرسان ويٺي.

جھرنا جي چھري تان ھميشہ غم جا ٻادل ھٽي ويا ھئا. ڪالھ ھوءَ عجيب نظارا ڏسي دکي ٿي ھئي. پر ھاڻي ھوءَ اوھي ۽ تازي توالي ٿي لڳي. مون خمار ڀريل اکين سان کيس ڏٺو. ھوءَ مرڪي شرمائجي ويئي.

"شڪ جو شڪار نہ ٿيءُ، جھرنا." مون سندس دل جو راز پرکيندي چيو. ھوءَ اڃان گھبرايل ھئي. اڃان ڪو بہ فيصلو ڪري نہ سگھي ھئي. مون کيس سمجھائيندي چيو،

"پيار ۽ سچي پيار ۾ ڪڏھن بہ تبديلي ٿي اچي. تنھنجي پنھنجي پريتم جي پيار ۾ وشواس آھي؟ اڃا تون ان پيار ۾ شڪ ٿي ڪرين؟ اھو سڀ لوڪن ٿي سوچڻو آھي. پيار ۾، جيڪڏھن پيار پيار آھي، شڪ ۽ وشواس ٻئي ھڪ جھڙيون طاقتون ٿي ٿيون سگھن. جيڪڏھن تنھنجي اندر ۾ مون ۾ شڪ ڪرڻ جو ڪو بہ خيال پيدا ٿي رھيو آھي تہ لوڪن پاڻ لئي ٿي وشواس ڪرڻ کپي. تو جيون کي صحيح روپ ۾ سڃاتو آھي. جيون کي کليءَ دل سان سمجھڻ جي ڪوشش ڪئي آھي پر اھا دل ھميشہ تنھا رھي آھي. اھڙي تنھا جھڙي منھنجي دل."

جھرنا آھستي ڌيمي آواز ۾ جواب ڏنو،

"مونکي پيار ۾ ۽ اوھان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونھي. مونکي حقيقت معلوم آھي."

”نه ڄاڻان، وري سياڻي مولوت اچي. وڌيڪ ڳالهيون ڪيون.“

اسان مرڪي هڪ ٻئي کان موڪلايو. جهرڻا کي ڇڏي مان اچي گهر پهتس ۽ رات جو ڀوڄن ڪري وڃي آرامي ٿيس.

ساڻول شايد صبح جو سوير ئي آيو هو. مان جنهن ٽيرڻ ڪرڻ جي خيال کان ٻيلڪ ۾ گهڙيس ته ڏٺم هو سامهون ڪوچ تي ويٺو هو ۽ اخبار پڙهي رهيو هو. مونکي ڏسي هن اٿي مونکي ڀاڪر پاتو ۽ پوءِ پنهنجي پاسي ۾ وهاري چوڻ لڳو، ”مان شرمسار آهيان جو توکي تڪليف ۾ وڌو اٿم.“

”جيڪي گذريو سو گذريو. ليڪن حقيقت اها آهي ته مان جهرڻا جي زور ڀرڻ تي هتي آيس. پنهنجي چوڻ لئي اصل نه اچان ها.“

ساڻول وري مونکي ڀاڪر پائي چيو،

”ادو مان ڄاڻان ٿو. مونکي خبر آهي ته توهين هميشه سڌي ۽ ٺر ۽ سچي ڳالهه ڪندڙ آهيو. مان اهو به ڄاڻان ٿو ته تو جهرڻا جو چوڻ جو مڃيو.“

”اهو ڀلا ڪيئن؟“

”ارڏان پهتي جي آلمان جو ڪو گهر و سنهڻ تو ڏسجي. ان ڏينهن توهان جي ڳالهائڻ مان مون پاڻهي ورتو.“

”ائين؟ ها، اسان جو پاڻ ۾ هڪ پراڻو ۽ پڪو ناتو آهي جو اٽوٽ آهي.“

پوءِ مون شيام بابت هن کي سموري خبر چار ڏني. ڳالهين ڳالهين ۾ هو ڏاڍا شوڪارا ڀري رهيو هو ۽ چئي رهيو هو، ”شيام جو موت ته تمام دردناڪ نموني ۾ ٿيو.“

”تمام سولو ٿيو. مون لئي سمجهو ته هن کي اندر و چاڙ ۽ آرام سان نجات ملندي.“

"هون...." مون آواز ڏنو. جهرنا ڳالهائي رهي هئي.
"اسين ٻه حيوان سماج ونرت وڃائي ڇڏيون. ڇا رواجي
۽ عارضي سماج جي رسمن ۽ رواجن جا ٻنڌڻ هن ٻنهي کي
الڳ ڪري ٿي سگهيا؟ يا ان ٻه پريمن کي جدا ڪرڻ سماج
لاءِ واجب هو؟ ان مان ڀلا سنگدل سماج کي ڇا لڀي مليو.
اسان کي اهو ياد رکڻ گهرجي ته هيءَ هڪ ديوي قانون آهي
جو ان روحن کي ملائڻ جي هميشه ڪوشش ڪندو ٿو رهي.
جيڪڏهن اسان ان قانون کي ڀنگ ڪرڻ جي ڪوشش
ڪنداسين ته دک ڀائينداسين. پر ديوي قانون ته پنهنجو ڪم
ڪندو رهندو ۽ وري انهن روحن کي ويجهو آڻي هڪ
ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. پوءِ چاهي ان ميلاپ کي صديون
لڳي وڃن. اسين ڏينهن رات پرڪرتيءَ جي ٻڌيءَ ۽ وويڪ
کي ته سمجهڻ جي ڪوشش ڇو نه ڪريون؟ جيون جو ڪيم
جڏهن اسان جي ڪنن ۾ گونجندو ٿو رهي تڏهن ائين واجب
نه ٿيندو ته اسين ان جي اڳيان پيش پئون ۽ ان جي دستيءَ
۾ ٻڌي اولين ٿي وڃون؟ ڇو جو سڀ ڳالهه قدرت جي
قاعدي جي اندر پوري ضرور ٿيندي پوءِ ان قاعدي جي
دائري مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ بيسود آهي. قدرت
جو قانون ايشوري قانون آهي ۽ ايشوري قانون سچو آهي."
"اهو تنهنجو صرف ويچار آهي يا ان تي عمل ڪرڻ چاهين ٿي؟"
"منهنجي خيال موجب اهوئي نيڪ رستو آهي. سماج
جي ته مون پرواهه ڪئي آهي ۽ نه ڪرڻ جو خيال ئي آهي.
باقي رهيو عمل ڪرڻ جو سوال سو........"
ايتري ۾ موٽر هوٽل جي اندر اچي پهتي. جهرنا چيو،
"الله رکار. ڪجهه وقت هلي وهو."

مون جهرنا کي ڪلهن کان جهلي مٿي سوري پنهنجي آغوش ۾ ليٽايو ۽ ڪيس جيءَ سان ڀڪوڙي ڇڏيو ۽ عمر جي لڙيءَ سان سندس اکين مان وهندڙ آلسون اگهي ڇڏيا ۽ پاڻ ساڻ پڪاريو،

”جهرنا! صرف منهنجي جهرنا! جنم جنم جي ساٿي جهرنا! تون هاڻ منزل لئي اڃا اٿي آهين. باقي ڪن قدمن جو فاصلو آهي- صرف ڪن قدمن جو.“

جهرنا جواب نه ڏنو. سج جو پاڇو ڪافي لڙي آيو هو. توريءَ دير ۾ سنجها ٿيڻ واري هئي. مان جهرنا کي ورتي اچي پيڙيءَ ۾ وهاريو ۽ پوءِ پيڙي واپس اوڪلا طرف هلائڻ لڳس. جهرنا خاموش هئي. شايد ڪجهه سوچي رهي هئي.

جهرنا موٽر ڦيرائي رکڻ لئي آندي ۽ اسان گهر طرف هلڻ لڳاسين. جهرنا اڃا به خاموش هئي. مون کانئس پڇيو،

”ڪهڙا پور پيئي پچائين، جهرنا؟“

جهرنا جڻ نه خواب مان جاڳي اٿي. چئي رهي هئي،

”برف جي پهاڙن جو سوچي رهي هئس. سندن ڏهون حصو سمنڊ جي پاڻيءَ مٿان هوندو آهي ۽ ڪجهه نه شوهندو لڳندو آهي. باقي برپادي برپا ڪندڙ او حصا پاڻيءَ جي اندر ئي رهندا آهن.“

”مون نه سمجهيو. مطلب؟“ مون پڇيو،

”سماج به ان شوهنڪ برف جي پهاڙن وانگر آهي جا اهڙي برباديءَ جو ڪارڻ بڻي آهي. هوءَ جتر واري عورت جنهنکي سماج جي رسمن ۽ رواجن جي پرواهه نه ڪري سچائيءَ رات جو پنهنجي پريتم سان ملي ها نه ايندڙ جنمن ۾ ڏوءَ ڏک نه ڏسي ها.“

پاري طوفان اچي رهيو هو ۽ غضب جي گوڙ ڪري رهي هئي. اسان سمجهيو ته طوفان آيو ڪي آيو. جيئن ئي ٻيڙي ڪناري جي قريب آئي ته اسان صاف ڏٺو ته ان استري ۽ جي شڪل جهرڻا جهڙي هئي ۽ پرش جي شڪل مون جهڙي. ٻئي گڏ گڏ ٿي ڪلي رهيا هئا. اسان جي واٽ مان هڪ آواز نڪتو يا اسان سمجهيو ته اهي چئي رهيا هئا سين، "اي ايشور! هين ڏاڍا ڏکي ڏٺا آهن، جيئن تون امر آهين تيئن هن جوڙي ۽ جو پيار به امر آهي. مٿن ديا ڪر، ڪين پنهنجو پيار بخش. هنن کي پيار جي خوشي بخش. پنهنجن ٻارڙن تي ديا ڪر پرميشور."

ايتري ۾ طوفان ذرسان اچي مٿان ڪڙڪيو. ٻيڙي الٽڻ لڳي ۽ ملاح ٻيڙي ۽ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. طوفان جو زور وڌي ويو. چنهن ڇوليون ٻيڙي ۽ ۾ ڌوڪي پيئون. اسان ڏٺو ته پرش استري ۽ کي پنهنجي آغوش ۾ ڇپائي ڇڏيو. ٻنهي جي چپن تي هڪ الوکي مرڪ هئي. آهستي آهستي ٻيڙي ڇولين ۾ ڇڪجي وئي ۽ سمنڊ ۾ غرق ٿي وئي. اسان محسوس ڪيو ته طوفان اسان کي به گهلي رهيو هو ۽ سمنڊ جو پاڻي ڪنارو پار ڪري اسان جي مٿان لنگهي ويو. جهرڻا جي واٽ مان رڙ ڪري وئي. منهنجون اکيون کلي پيئون ۽ پاڻ کي الديءَ جي ڪناري تي وڻ جي هيٺان ويٺل ڏٺم. جهلڪون پوريون ٿي ويون.

مون جهرڻا جي وارن ۾ آڱريون ڦيريون. سندس اکين مان گرم آنسون ٿي ٽپڪيا ۽ هوءَ سڏڪا ڀري چئي رهي هئي، "اي ايشور! هن اياڳيءَ کي پنهنجو وڇڙيل پيار موٽاءِ— ڪين پيار بخش. پيار جي خاطر هن بيحد سٺو آهي ......"

اهڙيءَ طرح اسان ڪمترالي پنهنجي گذاريل زندگين جا چتر ڏٺا. ڪڏهن مولڪي ماريو ٿي ويو ۽ جهرڻا خودڪشي ڪري ٿي ڇڏي. ڪڏهن جهرڻا کي ماريو ٿي ويو. دنيا ۾ ٻنهي دلين کي ملڻ ٿي ڪٿي ٿي ڏني!

ڪڏهن جهرڻا سماج جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي مولڪي جي ڏي ئي ڏاو ۽ ڪڏهن دنيا جي الڻ هيمت اڇي مون جهرڻا کان ڪنارو ڪيو. اسان ڪڏهن قسمت سان جنگ جوٽيندا رهياسين ۽ ڪڏهن قسمت اسان سان کيڏيندي رهي ۽ اسان ۾ جدائيءَ جا گهرا گهاءُ وجهندي رهي. آخر اسان هڪ جهالڪي ڏٺي جا تمام ويجهي زماني جي ٿي لڳي جو جو ڏسڻ سان اسان کي سڀ ڪجهه ياد اچي ويو.

* * * * *

ڏلوسمن نه سمنڊ جي ڪناري تي وينا هئاسين. لهرون ڪناري کي لڳي وري واپس موٽي ٿي وڃون. ٻري ٻري اوچيون اوچيون گهريون ڪاريون لهرون ٻاهرن واڪر الي الي وري هيمت ڪري ٿي ٻنٿون ۽ سنڌن دهشتناڪ گهگوڙ جي گونج اسان جي ڪنن ٿي اچي پئي. ڪناري تي ڏکيا ڏکيا ناريل جا وڻ لڳل هئا. هوا بلڪل بند هئي ۽ طوفان اچڻ جا آثار ٿي ٻکيا. چوڌاري بلڪل خاموشي ڇانيل هئي. سواءِ لهرن جي گهگوڙ جي ٻيو ڪوبه آواز ٻڌڻ ۾ نٿي آيو. اهڙي سمي ۾ ٻري کان هڪ وڏي ٻيڙي ايندي نظر آئي. جيئن ٻيڙي ويجهو ايندي ويئي ته ڏلوسمن نه مونکان ٻه ماڻهو وينا هئا ۽ ٻليان چار ملاح ٻيڙي هلائي رهيا هئا. جيئن ٻيڙي ڪناري جي اوڏو آئي ته ڏلوسمن نه موڙ ۾ هڪ پرش ۽ اسي وينا هئا ۽ خوشيءَ ۾ ٽهڪ ڏيئي ڳلي رهيا هئا. ٻرنهن

لڳي جي مسڪراهٽ کيلي رهي هئي. سندس پريان مهمت روئي رهيو هو. ڪڏهن هن استريءَ جي ٻانهن کي ٿي چميو ڪڏهن سندس لاش کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايو. ڪڏهن عورت جي ڳلن کي ٿي چميائين ڪڏهن سڏڪا ڀري ڪيس سڏ ٿي ڪيائين. اسان سمجهيو ته هن استريءَ پنهنجو خيال نه ڪري مهمت جي عزت بچائڻ خاطر پنهنجو بليدان ڏنو هو. هن جو پيار سوارٿي نه هو. هن مهمت کي لوڪ نندا کان بچائڻ لاءِ پنهنجو خاتمو آندو هو. ٻئي ڄڻا سياڻا هئا يا پاڳل؟ مون سمجهيو ته اهي سوال جهرڻا جي دماغ ۾ گهمي رهيا هئا. هن استريءَ سماج جي قاعدي کي نه ڀڃڻ خاطر پنهنجي زندگي ڏني هئي. هوءَ سماج جي عارضي قاعدن اڳيان جهڪي هئي. سماج جا انسان جي تعميل هئي. خود غرض سماج! ۽ پرماتما اهي انسان جي تعميل قاعدن کان مٿي هو. قاعدا جي انسان پنهنجن گهرجن پورائڻ ڪرڻ لاءِ لاهيا هئا. پيار ايشور کي سڀني چيزن کان وڌيڪ نه هو؟ جيڪڏهن اهي ٻئي روح هڪ ٻئي جا جنم جنم جا ساٿي هئا ته پوءِ پنهنجيءَ غلطيءَ ڪري هرگز جدا نٿي ٿي سگهيا. جيئن جهرڻا ان استريءَ جي زمين تي پيل لاش ڏانهن نهاري رهي هئي ته سندس دماغ ۾ اهي ئي خيال ڀوڙي رهيا هئا. مهمت ماٺ ميڻ رهيو هو ۽ جيئن سندس ڳوڙهن سان ڀريل چهري تي چنڊ جي روشني پيئي ته اسان ڏٺو ته سندس چهرو مون جهڙو هو. آهستي آهستي هن روئندڙ مهمت ۽ استريءَ جي لاش جا چٽ اسان جي اکين کان اوجهل ٿي ويا ۽ ڳجهه جي پردي حقيقت جي روشنيءَ کي ڇپائي ڇڏيو.

* * * * *

وڃڻ جي هيلان لنهنجو اوسڙو ڪيلديس، اهو وڃڻ هن وقت
اسان جا انجام ۽ اقرار پـڌي رهيو آهي، جو اسان جي اولر
پيار جو ساکي آهي ۽ مان آخري دم تائين تنهنجي لاءِ رهنديس،
پر هاڻي مولکي چڏ نه وڃان“

استريءَ پنهنجو سر پرش جي سيني تان سوري مٿي ڪيو
۽ پيار ڀريل اکين سان هن ڏانهن نهاريو ۽ پنهنجي هٿ اکين
سان پوڇاريءَ جو مکڙو جهلي سندس چپن جي چاشني ڳڃمڻ
ڪري ويٺي - جڏهن نه پيار جي پرم ل ڪيس بيوس ڪري
چڏيو هو. جڏهن نه اها سندس آخرين ملاقات هئي. پوءِ هٿ
جدا ٿي ويا. پرش ٻاهر اچي وڃي ۽ پوئين پر ڪر ٿي ويو. استري
ديوتا جي مورتيءَ اڳيان ٻاڪ ڪي ڪمرائي چـڏيو. سندس
ليڪ پر لبر جي لذي تر بر ڪري وهڻ لڳي. چوڻ لڳي،

”منهنجا ديوتا! مولکي اهنڪار رهمت پرابر ڪرڻ جي
همت ڏي. مولکي شڪتي ڏي نه پيا ڪنهن ڪرڪڻ
جي سڀ دک سڙر سهي وڃان. منهنجي روح پر جو طوفان
اٿيو آهي تنهنکي سانت ڪرڻ پر سهايتا ڪر. منهنجي پرتي
جي خطا بخش. پيار ڪرڻ جي خطا جا هن جي ڪولهي پر
منهنجي هي چو جو مان هن دنيا پر زنده آهيان ۽ هن مولکي
ڳولهي لڌو آهي. هن کي معاف ڪر ۽ مولکي دک سهڻ جي
شڪتي ڏي، منهنجا ڀڳوان!“

هن جو آواز بند ٿي ويو ۽ اسان جي سامهون ڏنڌ اچي
ويو. جڏهن ڏنڌ ختم ٿيو نه اسان کي آسمان پر چند نظر آيو
۽ هوءَ استري جنهنجي شڪل جهرڻا جهوڙي هئي وڃڻ جـي
پيٺي هئي. سندس همت جاليءَ لي رکيل هئا ۽

. سندس چپ اچا پر تارا ۽ لر پٺي لڳا هن

۽ مان ۽ مرليو جو مولکي حاصل ٿيو آهي، سڀ مان تنهنجي
چرڻن ۾ نڇاور ڪندس. منهنجي پريتما! مان تنهنجي خوشيءَ
خاطر دنيا جي ڪاد اهوڪ جو آڻي تنهنجي اڳيان رکندس.
سڀ ڪجهه تنهنجي خاطر، تنهنجي پيار خاطر. پيار، جو تنهنجي
مرڪ سان اڀرندو ٿو رهي. مولکي پنهنجي ٻانهن ۾ قابو ڪر.
منهنجي روح کي پنهنجي سيني ۾ جذب ڪر. انڪار نه ڪر
منهنجي پريتما! مولکي پاڻ کان پري هڪ پل به نه ڪر. پيار
جو اهو جيون ۾ صرف هڪ دفعو ئي ٿو اچي، اهو پيار جو
تنهنجو ۽ منهنجو آهي.“

استريءَ مهيش ڏانهن اکين ۾ هڪ ڪومل امنگ ڀري
نهاريو. هڪ نظر ڪنهائين جنهن ۾ نه غرور هو نه غصو. ان نظر
۾ پيار جي اڇل هئي، دنيا هئي، ٻاجهه هئي. اسان ڏٺو ساه
ڪنيو. اسان جي جان ۾ جان آئي.

”منهنجا پريتم.“ استري جواب ڏنو. سندس آواز ساڳيو.
ساگر ۾ لهري رهيو هو. انهن ٻاجهه ۾ آيو جڏهن نه سندس آواز ۾
سوز پيدا ٿيو ڪو هو. ”تون مون جهڙيءَ غريب ۽ اڇوت لاءِ
پاڻ کي ڇو ٿو برباد ڪرين. توکي خبر نه آهي ته تو جهڙي
مهيش لاءِ هڪ استريءَ کي پيار ڪرڻ پاپ ٿو سمجهيو وڃي
۽ ان پاپ جو ڏنڊ موت آهي. ماڻهن کي اکين ٿي ته ۾ شڪانون
آهن ۽ مولکي حقارت جي نظر سان ٿا ڏسن. سڀئي وچ پيار
جو وڇوڙو منهنجا پيارا، دلبر ۽ سورما روح! ضبط کان ڪم
وٺ. دل تي جبر ڪر، منهنجا پريتم!“

پوءِ ش استريءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندي چيو،
”ڇا پيار ڪرڻ خود ۾ هڪ دليري نه آهي؟ پيار هڪ
تي آهي. اها شڪتي گهڙي ڪر جي جا استريءَ

سان ٿي گسيون. منڊر ۾ ڪمرن ٿي رهيو هو. گهنڊن ۽ سنکن جا مڌر آلاپ اچي رهيا هئا. دروازي مان ڌوپ جي سڳند سان هيڪار ۾ دونهون لڪري رهيو هو. اسان دروازي مان اندر واجهائي ڏٺو ته هڪ پٿر جو بت براجمان هو، جنهنجي چوڌاري پرش ۽ استريون آرتي ڪري رهيا هئا. هڪ استري جا دکي ۽ اڪيلي ٿي لڳي بت جي پرسان پاسيري بيٺي هئي. آرتيءَ ڪاٿوءَ پڇڻ شروع ٿيو. اها استري آهستي آهستي ڪسڪي گم ٿي ويئي. باهر سج مٿي چڙهندو ٿي ويو ۽ چوڌاري روشني ڦهلجي ويئي هئي. اندر مهنت اٿي ايندو ۽ پٿي هٿ مٿي کڻي چوڻ لڳو،

”تنهنجو پاڇو ۽ تنهنجي روشنيءَ جو هڪ حصو آهي. دک هڪ لڳهندڙ پاڇندڙ خوشيءَ جو پاڇو آهي ۽ موت هڪ رات آهي جنهن مان هستيءَ جي پرڦلت پرڀات ڦٽي ٿي اڪري. اي پڳولس اسين تنهنجي اڳيان لمولا ٿا......اوم.... شانتي، شانتي، شانتي.“

منڊر ۾ ڪمرن ٿوري وقت ڪاٿوءَ بند ٿي ويو. آهستي آهستي سڀ استريون ۽ پرش ويندا رهيا ۽ باقي هڪ مهنت رهجي ويو. اڳين ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته ڪنهن جي انتظار ۾ ويٺو هو. منڊر سڄو خالي ٿي ويو. انتري ۾ اها استري جا سهڻي ڪان الڳ بيٺي هئي اندر آئي. هن جو رنگ پيلو ٿي ويو هو ۽ سندس لپڻ ۾ اڙڪ ٿي لرياءِ مون چهرڙا جو چهرو ان استريءَ ۾ ڏٺو. مهنت هن جي طرف وڌيو سندس هٿ پنهنجي هٿ هٿ ۾ جهلي چوڻ لڳو،

”هن ۽ بيءَ دنيا جي هرڪا چيز مان تياڳ ڪندس، فقط تنهنجي پيار جي خاطر. عرس، اوج ۽ اڀمبر ۽ هن دنيا ۾ شان

ماڻهوءَ جي مٽي ۾ ڪهي ويئي. اسان ڏپ وچان منهن ڦيري ڇڏيو پر هڪ غيبي زور وري نظاري ڏسڻ لاءِ اسان کي مجبور ڪيو. پرش خون جي ڪلاهه ۾ ڦٿڪي رهيو هو. راڻيءَ جنهن صرف هٿ جي اشاري سان هڪ انسان جي حياتي پوري ڪري ڇڏي، منهن تان پردو هٽايو ۽ اسان ڏٺو ته سندس چهرو هوبهو جهرڻا جهڙو هو. ڪمس ڪڇيءَ ۾ ٻه ڳاڙهن داڻن وارو ساڳيو نئون هار روشنيءَ ۾ چمڪي رهيو هو. ”او پاپي روح!“ جهرڻا جي اهڙي دانهن ڪرڻ جو ٻولڪي احساس ٿيو. ”او پاپي راڻي!“ پوءِ جمن هن لاش کي ڪيو ۽ اسان ڏٺو ته ان پرش جي شڪل ممون جهڙي هئي ان وقت مون پاڻ کي گولڪو ۽ نااميد سمجهيو. ڪجهه ڪڇي نه سگهيس. اسان پوءِ اوچتو هڪ آواز ٻڌو. هڪ پر سوز آواز- هڪ دردبلو آواز جو چئي رهيو هو:

”خون جو بدلو خون آهي. اهو هڪ قدرتي قانون آهي. اهو هڪ ابهوري ليمر آهي. اها چيز ورلي ئي ويٺي آهي جا واپس نئي ڏجي، ڪجهه ۾ غائب ئي ٿيو آهي جو ڳولهي لڌو لهجي. خون جو بدلو خون.“

پوءِ خاموشي ۽ گهور اندڪار ڇانئجي ويو.

* * * * * *

آهستي آهستي هڪ پيلي رنگ جو سوجهرو چمڪندو ڪلندو ويو جنهنجي روشنيءَ ۾ اسان جون اکيون جهالورجڻ لڳيون. اسان ڏٺو ته هڪ ميري پاڻيءَ جو ڦرڦرڪڙ دريا وهندو ٿي ويو ۽ ڪناري تي لال پٿر جو لهيل هڪ مندر هو جنهنجي چوڌاري نيري ۽ پيلي رنگ جي گلن جا اوڙا لڳل هئا. دکڻ اساوبل جي وڻن جون چوٽيون آسمان

۽ مرد جي شڪل ۾ جهڙي هئي. اسان ٻنهي جي واسطي مان داڻهن ڪري وڌي يا اسان سمجهيو ته اسان کي اهڙو احساس ٿيو. اسان جي آس پاس الڪار ڇانئجي ويو ۽ چتر گم ٿي ويا.

* * * * * *

اسان کي وري هڪ ٻيو چتر نظر آيو جنهن ۾ اسان عاليشان شهر جا ڪشادا رستا ڏٺا. ٽاور ۽ مندر، محلات ۽ پليون اسان جي اکين اڳيان هڪ چمڪندڙ چولي ۾ وانگر هيٺ مٿي ٿيندا نظر آيا. ٿوري وقت کانپوءِ اسان ڏٺو ته اسان هڪ تماشي جا تماشبين هئاسين. اسان پاڻ کي هڪ وڏي محلات ۾ هزارين ماڻهن جي انبوهه ۾ ايندل ڏٺو. شاهي هال جي ڀتين ۽ ٿنڀن تي ديوتائن ۽ ديوتائن جا بت ڪڙا هئا. چوڌاري اسالها ٿري رهيا هئا. سامهون هڪ راڻي تخت نشين هئي جنهن جي چهري تي ڪاري ۽ جاري جو پردو هو. اوڪر سهڻين پوشاڪن سان سندس ٻنهي پاسي بيٺا هئا. اسان نقارن ۽ توتارن جا آواز ٻڌا جي لڙائي ۽ وقت وڄايا ويندا آهن. اسان ڏٺو ته هڪ ٻڙش تخت جي پوسان هيٺ ويٺو هو جنهن جا هٿ ۽ پير ٻڌل هئا. سڀني جون نظرون ان پوش ۾ کتل هيون. سندس پرسان هڪ ديو جهڙو ڪارو ماڻهو هٿ ۾ ننگي تلوار جهلي بيٺو هو. اسان کي خيال آيو ته ٻوڙي وڃي ان ٻڌل پوش کي هن دشمن جي چنبن مان ڇڏايون. پر مجبوري ڪارڻ اسان کي اڳي ٿي وڌو پيو. اڃا ۾ هوءَ راڻي اٿي بيٺي. اسان جي رڳ رڳ هڪ درد جي اثر کان ڏڪي اٿي. راڻي ۽ هٿ جي اشاري سان حڪم ڏنو. ڪاري ماڻهو جي ٻانهن هوا ۾ لڏي ۽ تلوار چمڪندي ذم سان وينل

همت ۽ جهليو. منهنجي ٻي ٻالهن جهوٽا جهڙي ٻلي ۽ ٿهرپل هئي. منهنجرن اکيون ڏيري ڏيري ٻند ٿي ويئون ۽ اسان ٻنهي ٻارن کي هڪ عجيب ۽ اوکي دنيا ۾ ڏٺو.

*　　*　　*　　*　　*

هڪ وڏو جهنگل اسان جي سامهون هو. وڏن وڏن درختن جا سايا هيٺ پئجي رهيا هئا. ڪٿي سونهري اس چمڪي رهي هئي ته ڪٿي وڻن ۽ ولين جي گهاٽي هئڻ سبب گهور اونداهه هو. هڪ استري ۽ هڪ پرش گڏ گهمي رهيا هئا. سندن ٻالهون هڪ ٻئي جي ڳچيءَ ۾ ڇڪيل هيون. پرش جو سر استريءَ طرف جهڪيل هو ۽ انهن ٻنهي ڏسڻ ۾ آيو ڄڻ ته هو استريءَ کي ڪا وينتي ڪري رهيو هو. آخر استري پرش کان جدا ٿي ويئي. اسين سندن منهن ڏسي سگهياسين پر ڪين پوشاڪ شاهاڻي پيل هئي. پرش ڪجهه وقت سر جهڪائي بيٺو رهيو. پوءِ گوڏن ڀر ويهي رهيو ۽ استريءَ جو هڪ هٿ جهلي پنهنجي امنگ جو اظهار ڪرڻ لڳو. هن کي انهن ٻڌي ڪجهه وقت ٿيو جو هڪ ٻي استري هنن طرف وڌي آئي. ڪيس اڇي پوشاڪ پيل هئي ۽ وار ڪلهن تي لٽڪي رهيا هئس. هن جي اکين ۾ انتظاري ۽ ڏک جون ونڪيون نظر اچي رهيون هيون. هوءَ ويجهو آئي ته پرش ٿورو ڏٺي آئي پيدو ۽ ڇيله ۾ ٻڌل ميان مان خنجر ڪڍي ان استريءَ جي ڇاتيءَ ۾ کپائي ڇڏيو. اسان استريءَ کي ڪرندو ڏٺو. سندس اڇي پوشاڪ رت سان لال ٿيندي ٿي ويئي. جيئن هن آخرين دفعو پرش کي التجا ڀريل نظر سان نهاريو ته اسان کي ڏسڻ ۾ آيو ته سندس شڪل هوبهو جهوٽا جهڙي هئي ۽ سندس ڳچيءَ ۾ چمڪندڙ ڳاڙهن داڻن جو هار پيل هو

”چٽي لٽي سگهان.“ سرل سپاهه واريءَ جهرڪا چيو.
مون لهي ٻڙيءَ جي رسي وڻ سان ٻڌي. جهرڪا ڪسي
همٿ ڪان ونئي هيٺ لاٿم. پوءِ اسين ٽورو اڳيان وڌي وڻ
جي هيٺان ٻيل ٻن پٿرن جي ڇپن لي ويهي رهياسين. جهرڪا
موجوده ماحول جو رنگ ڏسي خوش ٿي رهي هئي ؛
چٽي رهي هئي ،

”گهڙو نه گهاٽو جهنگل آهي ۽ هيءَ ڪوئل جي ڪوڪو
من ڪسي متوالو ٿي ڪري. گهڙو نه سندر آسمان آهي.“
مولڪي مسوري ياد اچي رهي هئي. واپس وڃڻ لاءِ
دل لڙڦي رهي هئي. اهوئي جهرڪو ۽ سندس مٽر گيت.
اهوئي ٻدڪن جو جوڙو ۽ سندن ”گٽ.......گٽ“ جو آواز.
سر سبز پهاڙ. او چل ۽ ارمل ٻ ليا ۽ حسين ڦول. جهرڪا منهن
جي خيال جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو ۽ چيو،
”مان توهان کي توهان جو ڏلل الجام ياد ٿي ڏيارڻ چاهيان
...اد اٿو نه ؟“

”پر جهرڪا تون دکي ٿمدين؟ ان ڳالهه لي وري سوچ.“
”مون سوچيو آهي.“
انين چٽي منهنجي پاسي ۾ اچي ويٺي. مان سوچ ۾ پئجي
...س. آخر اکيون مٿي کڻي چيم،
”اي منهنجي امر آتما! مولڪي ۽ جهرڪا کي گذريل جيون
...ڪي جهالڪيون ڏيکار. اي منهنجي لٽيءِ الله مين آتما!
...ءَ جي گهراين ۾ گم ٿي وڃ. وقت جي واڳ موڙي ماضيءَ
...ٿي ولي آءٌ نه اسين پنهنجا اڳيان جنم ڏسي سگهون....“
...ستي آهستي جهرڪا جو سر منهنجي گوڏن تي ليٽي پيو.
اکيون بند ٿي ويون. مون سندس هٿ پنهنجي

جهرنا چپ رهي. سندس اکيون زمين ۾ کتل هيون.
مون سندس ڳلن تي ٿڦڪي ماري چيو،
"ڇا هي تنهنجي اها مرضي آهي ته هڪ ڪرڙي چاهين
نه مان اوکي گذريل زندگين جون ڪجهه جهلڪيون ڏيکاريندس
پر اوهان گهٻرائجي ويندينءَ ته دکي ٿيندينءَ."
"نه مان گهٻرائجندس ته نه دکي ٿيندس. منهنجي دل
۽ دک جا ڏينهن گذاري چڪا."
"نه پوءِ اڄ ٻي سهي." مون چيو.
ٿوري وقت کان پوءِ ماني کائي جهرنا واپس هوٽل ۾
وئي. مون کيس صبح جو اچڻ لاءِ چئي ڇڏيو.
ٻئي ڏينهن جهرنا ۽ مان اوکلا وياسين ۽ جمنا نديءَ ۾
ڪشتيءَ ۾ سير ڪيوسين. چڱو پري نڪري وياسين. چوڌاري
شانتيءَ جو راڄ هو. ڪوبه ٻيو نظر نٿي آيو. جمنا پنهنجي
جي اٿل پٿل ۾ ڪجهه ڳائيندي وهندي ٿي وئي. هڪ
ڪناري طرف ساوا ساوا کيت هئا ۽ ٻئي طرف گهاٽو ٻن هو
چوطرف ڄڻ ساري سر زمين سانجهي جي هلڪي سونهري
اُس ۾ سنان ڪري رهي هئي.
"ڪيڏو نه سندر درشيه آهي." جهرنا چيو،
"قدرت جي رچنا ۽ انيڪ نظارن مان هيءَ صرف
هڪ نظارو آهي. تو اڃا پهاڙ ڪونه ڏٺا آهن. پهاڙن ۾ قدرت
جو حسين ۽ ننڍو روپ تو ڪونه ڏٺو آهي. هڪ دلڪش،
دلفريب روپ جنهنکي ڏسڻ سان تنهنجي رڳ رڳ ۾ سرور
ڊوڙندو." مون ٻيڙي جهنگل واري ڪناري تي لڳائيندي چيو.
"پهاڙن ڏسڻ لئي دل نه ڏاڍي آهي." جهرنا چيو.
"تون ضرور ڏسندينءَ."

”توهان جو مطلب آهي ته هيءُ هار اصل منهنجو آهي؟“
جهرنا عجب وچان پڇيو.

”ها، تنهنجو هار توکي ٻيهر واپس مليو آهي.“

”پر مون نه زندگيءَ ۾ اهڙو هار ڪڏهن به نه ڏٺو آهي.“

”تو پنهنجين گذريل زندگين ۾ اهو هار ڏٺو آهي ۽ ڳچيءَ ۾ پاتو به آهي. پر توکي ياد نه آهي.“

جهرنا هار تنهائيءَ لئي رکي منهنجي پرسان اچي ويٺي ۽ منهنجي ٻانهن جهلي، اکين ۾ اکيون پائي پاڻ ورني آواز ۾ چوڻ لڳي،

”مونکي اڄ ڄمڻ جون ڪي جهلڪون ڇو ٿا ڏسائيندا؟ اهو منهنجي لاءِ، منهنجي زندگيءَ لاءِ نهايت ضروري آهي.“
مون کيس سمجهائيندي چيو،

”ڇا توکي پاڻ ۾ وشواس ڪونهي؟ جنهن ڳالهه جي توکي تنهنجو روح، تنهنجي دل وشواس ٿا ڏيارين، ڇا انهن تي توکي اعتبار نٿو اچي؟ تنهنجو پنهنجي اندر جي لڪيل سوکم آواز تي وشواس ڪونهي؟“

جهرنا اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون ۽ ڪجهه سوچي چيو،

”وشواس اٿم.“

”پوءِ؟“

”مان ڪن ڳالهين جي پڪ ڪرڻ ٿي چاهيان؟“

مون کلي ڏنو ۽ چيم،

”انهن ڳالهين جي پڪ ڪرڻ ٿي چاهين جن جي توکي
ڳم لئي پڪ آهي. ضد ڪري تو اڄين ڄمڻ ۾ بس ڪافي
ڪ ستو آهي. پر هن زندگيءَ ۾ به تنهنجو اهو ضدي سڀاءُ
قائم رهيو آهي.“

۽ ڇا سوچيو آهي."

"منهنجو فيصلو تنهنجي فيصلي تي آ مدار رکي، جهرڻا!"
مون کيس ڇرڪائيندي چيو.

جهرڻا جي چهري تي لڄ کان لالي اچي ويئي ۽ شرم ڪري والڪر شرمائجڻ لڳي. مون مرڪي ڏٺو جهرڻا جون اکيون زمين ۾ کتل هيون. مون کيس ان ڳالهه ۾ ان وقت وڌيڪ ڇوڙ لوڪ نه سمجهيو. مونکي دٻلي ياد اچي ويئي ۽ کيس چيم،

"هوءَ ساهوڻ رکول دٻلي تنهنجي لاءِ آهي. شمام جي آخرين نشاني، کولي ڏس نه منجهس ڇا پيل آهي."

هن اُتي دٻلي کنئي. مٿان وڏو هيل ريبن کولسي ٻيڻي کوليائين. سندس اکيون ڪشاد ٿيون لسي ويئون. مولائي مٿس ڪري چيائين،

"هي ۽ نه هڪ چمڪندڙ ڳاڙهن داڻن جو هار پيل آهي!"

هن هار دٻليءَ مان ڪڍيو. روشنيءَ ۾ ڳاڙها داڻا چمڪي رهيا هئا. هار کي ڏسي دنگ رهجي ويس. ساڳيو ئي اهو هار هو جو هن خواب واريءَ عورت جي ڳچيءَ ۾ پيل ڏٺو هو جنهنجي شڪل هوبهو جهرڻا جهڙي هئي.

"ڇو اوهان عجب ۾ پئجي ويا؟" جهرڻا پڇيو،

عجب جي ڳالهه هئي. جهرڻا جو هار کيس جڳن کان پوءِ واپس مليو هو.

"جهرڻا! دنيا ۾ ڪابه اهڙي شيءِ ڪانهي جا ڏني وڃي ۽ واپس موٽي نه ملي. ڪابه اهڙي شيءِ ڪانهي جا گم ٿي وڃي: ڪان پوءِ ڳولهي لڌي نه وڃي. اهو هڪ قدرتي
[illegible]"

# باب يارهون

شيام وچي هميشه لاء آرامي ٿيو- هن فاني دنيا جي ڏ... کان دور ۽ عذابن کان آجو. هوُ هن دنيا جي صفح هستي... مٽجي ويو. سندس ڪاغذ پٽ جاچڻ مان پتو پيو تہ ڪافي پيسو هو جو هوُ وصيت نامي ۾ پنهنجي ڀاڻيجي ڏيڻ لاء لکي ويو هو. سندس ڀاڻيجو لنڊن ۾ پڙهندو ه... جنهن جي ائڊريس بہ وصيت نامي ۾ ڏال هئي. مون ڪيس... تار ڪٽي ۽ سوچيم تہ اُن چٺي ڏيهن اندر پهچي ويندو... ساول ڪي بہ چٺي لکيم ۽ ڪيس هر حال کان واقف ڪيم... مون سمجهيو تہ مان هفتي کن ۾ سڀ ڪم لاهي مورڳي... وچي سگهندس.

ڪيت ۾ ڪي مٽيا بہ پيا هئا ۽ انهن سان گڏ هڪ ننڍڙي سهڻي دٻلي بہ پيئي هئي جنهن جي مٿان ميناڪاريءَ جو... سنڌر ڪم ٿيل هو. دٻليءَ تي پڻو چنبڙيل هو جنهن جي مٿان لکيل هو، "جهرڻا لاء سڪ ڀري سوکڙي. منهنجي ڏاڏيءَ ڪي سندس ڏاڏيءَ جي ڏال ۽ منهنجي ڏاڏيءَ جي مولکي ڏال ۽ مان جهرڻا کي ٿو پيش ڪريان. اميد تہ قبول پوندي." دٻلي مون ٻاهر ڪڍي رکي ۽ سوچيم تہ جڏهن جهرڻا ايندي تہ کيس ڏيندس.

شام جو جڏهن مان ٻنڪ ۾ اچي ويٺس تہ جهرڻا بہ هوٽل ...ان آئي. رات جو آرام ڪرڻ کان پوءِ هوءَ تازي توانائي پيئي ...ڳي. مون کيس پنهنجي پاسي ۾ وهڻ لاء اشارو ڏنو. هن ...ندي چيو،

"هيهڙو شيام تہ هميشه لاء هليو ويو. توهان پنهنجي ٻاري

اي شباب، اي شادمانيءَ الوداع.... جوانيءَ جا صبح ۽ رات الوداع.... عمر فانيءَ الوداع.... دک، درد، رنج ۽ غم، جانفشاني الوداع.... عشق ۽ جوانيءَ الوداع.... محبت جا دؤر ۽ ڪامراني الوداع.... اي زندگاني الوداع.... الوداع....“

پوءِ شيام جون ڪوڙيون اکيون سندس پلڪن سان بند ڪري ڇڏيون ۽ کيس سڌو ڪوچ تي سمهاري ڇڏيم. ڊاڪٽر کي گهرايم جنهن کيس نباضي رايو ڏنو تہ موت دل جي تنگ ٿيڻ ڪري ٿيو هو. هو سر ٽڪيٽ ڏيئي هليو ويو. ڪافي رات گذري چڪي هئي. ڇهرٽا ڇهرڻ ۽ ڇهڇڙ لڳي. مان کيس ڪلهن کان جهلي ڪمري ۾ سمهاري آيس. هن وقت سندس هوٽل ۾ وڃڻ ٺيڪ نہ هو. مان اچي دريءَ وٽ ويٺس. ٻاهر فضا خاموش هئي. ڪتي اوناڙ بند ڪري ڇڏيو هو. رات ٻڏڪندي ٿي وئي.... لمبي رات ۽ مان صبح جي انتظار ۾ ڪڏهن دريءَ وٽ ٿي ويٺس تہ ڪڏهن اچي وهاڻي تي رهيس. ٻاهر ٿڌي هڳاءَ ڀري هوا هلي رهي هئي. سڀني کي صبح جو انتظار هو جو مقرر ڪيل وقت کان اڳ ڪڏهن ڪو اچي. ڪمري ۾ ڪوچ تي شيام جو سرد لاش پيو هو. ڀتين ۽ ڇت ۾ ڄڻ تہ موت اڪيلو پيو هو. چوڌاري موت جهڙو سناٽو هو، هڪ ڀيانڪ نظارو هو.



ساز گويا سوز جي صورت ۾ ڍلجي ويو. سنتيءَ وري اوئائي شروع ڪيو. فضا ۾ پيڙ جي اجلي ڦهلجي ويئي. هر طرف سوز ئي سوز هو.

شيام اوچتو هڪ سرد آه ڀري ۽ چالي ڪسي هٿ سان ڏيايو. سندس چپ ڦڪوڙجي ويا ۽ سنئين ٿيڻ لڳو هو. مون جهرنا جي هٿ تي هٿ رکيو. ساز جو آواز بند ٿي ويو. چوڌاري خاموشي ڇانئجي ويئي. مون جهرنا کي هٿ ڪسان ولسي اٿاريو. گيت ڳائڻ سبب سندس اکيون ڳوڙهن سان ڳهمل هيون.

مون چيو "شيام جي زندگيءَ جو چراغ اجهامي ويو. هينئر شيام جو روح آزاد ٿي اڏامي ويو. شيام جي زندگيءَ جي جهاز آخراچي ساحل جي شانت سمنڊ تي لنگر هنيو."

"شيام......شيام...." جهرنا دانهن ڪئي. سندس لهڻن ۽ لڙڪيل لڙڪ ڳلن تي لڙي پيا پر شيام ڪٿي هو جو جواب ڏئي ها. مونکي چنبڙي پيئي. مون ڪيس ٻنهي ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيو. سندس سر منهنجي سيني تي رکيو هو. هوءَ سڏڪ ڀري چئي رهي هئي،

"ويچارو شيام هليو ويو."

"تبرج رک، جهرنا." مون هن کي آٿت ڏيندي چيو "هن کي مقرر ڪيل وقت تي وڃڻو ئي هو. دنيا ۾ سندس وڌيڪ ضرورت ئي محسوس ڪئي ويئي. لاڪ سماپت ٿي چڪو."

مون جهرنا کي پنهنجي ٻيچ مان آزاد ڪيو. منهنجا اڳ هٿ خود بخود مٿي کڄي ويا. مان چئي رهيو هوس:-

الوداع اي زندگاني....الوداع اي زندگيءَ جي بهار......

شيام ڏانهن جهڪ قياس پريءَ نگار سان نهاريو. هوءَ جهرڻا طرف نهاري رهيو هو. مان جهرڻا طرف وڃي سندس سامهون پيالي لي اوليئون رکي ويٺي رهيس. سامهون شيام ڪوچ تي سمهيو پيو هو. جهرڻا منهنجي اکين ۾ اکيون وڌيون. سندس آڱرين ۾ جنبش اچي وئي. پيالي مان سر نڪندا آهندا فضا ۾ گولجڻ لڳا. ساز مان سوز وڌندو ٿي ويو. مون ڪنڌ لوڏائي جهرڻا طرف جهڪي آهستي آهستي چيو،

"ڳاءِ....جهرڻا....ڳاءِ....ساز ۾ انتها سوز آهي."

جهرڻا جو پُر سوز آواز اڀرڻ ۾ اچي رهيو هو،

سر جهڪائي فڪر ۾ بيڪس لي بيداد ٿي
وينو آهي ياد ۾ ڪنهن جي راهه ۾ برباد ٿي
ڏسي رهيو آهي تنهائيءَ ۾ ڪنهن چمن کي
گولهي رهيو آهه شايد زندگيءَ جي روشني.

شهر جي هر شور ۽ گنجان آباديءَ کان دور
دشت جي خاموشين ۾ آهه ڪنهن جي جستجوءَ؟
سج لڏاءِ ساعت فضا ۾ طلب آهه ڪنهن چمن جي؟
ٿي ويو غرق آهين شايد روح جي ڪشمڪش ۾ لون.

ڳائي وڃ ويران رالين ۾ برابر ڳائي وڃ،
موت جا اسرار سربسته ٻڌائي وڃ.

جهرڻا ڳائيندي رهي. رات ڌ هو ۽ ڪوئل جي ڪوڪ هئي. شيام جون اکيون بند ٿي وينون هيون. هوءَ ڏن ۾ مگن هو. گهمس فضا ۾ گولجي رهيو هو.

ڳائي وڃ ويران رالين ۾ برابر ڳائي وڃ
موت جا اسرار سربسته ٻڌائي وڃ.

غريب کي گھڙي خبر نہ اها مرڪ ۽ خوشي عارضي هئي
وچ وانگر هئي جا ڪن لاءِ ڪجهي ڪيس هميشه لاءِ جلائي ڇڏيندي
هن جو مدهن ٽڙي پيو ۽ چوڻ لڳو،

”هڪ التجا ڪري سگهان ٿو ڇهرٽا؟ آخرين التجا. وري
ڪڏهن بہ اهڙي التجا نہ ڪندس.“

”چئہ، شيام، جيڪي چوندين سو ڪندس. مان خود
جاڻان ٿي تہ وري التجا نہ ڪندين.“ ڇهرٽا جي اکين ۾ سوز
سوال هو.

شيام جو چهرو ڦڪي پيو. هن جي ڦڪن لبن تي مسڪراهٽ
ڪيلرڻ لڳي. هڪ ڦڪي مسڪراهٽ. هو چئي رهيو هو،

”منهنجو اهڙو نصيب ڪٿي آهي. ڪاش! تون ان ڏينهن
انهن چئن ها تہ جيئڻ لاءِ ڪو ڀالو ڳڙجي پوي ها. خير، مان
سمجهان ٿو تہ جيئن مان مجبور آهيان تيئن اسين بہ مجبور
آهين، منهنجي هڪ آخرين آرزو آهي. آخرين آرزو. ڇا تون
پوري نہ ڪندين؟“

”چئہ شيام، مان هر ڪا ڪوشش ڪندس.“

شيام پاسو بدلايو. پاڻ کي سوري مٿو ڪوچ جي بالهن
رکيو ۽ پوءِ دردلي آواز ۾ چيو،

”اڄ هڪ گيت ٻڌاءِ جنهن ۾ مٺي مٺي پيڙ پڙ ڀل هجي-
…ن مان ڪي چٽڪون لڳن ۽ منهنجي دکيي دل کي
…ڪ دکائن.“

…هرٽا اٿي پيالي جي سامهون وڃي ويٺي. هوءِ پنهنجي
…نازڪ آڱرين سان پيالي کي ڇيڙڻ لڳي. ڪافي وقت
…ن سوز جا آواز اڀرندا رهيا ۽ ڪمري ۾ ڇانيل سانٽي
… رهيا. ڪٿي وري ٻاهر اولاڻ شروع ڪيو. سون

ڪجهه وقت هوءَ ائين ڳالهائيندا رهيا. مان سوچي رهيو هوس ته جهرڻا شيام وٽ ڇا آئي! هو جهرڻا جي مجازي محبت ۾ ڦاٿل نه مري مٽيو هو. هن ۾ جهرڻا جي ڪابه طاقت نه رهي هئي. مان ان پکيءَ جي باري ۾ سوچي رهيو هوس جو سالن کان پڃري ۾ گرفتار هجي. جيڪڏهن ان کي آزاد به ڪيو وڃي ته به سندس پرن ۾ پرواز جي طاقت ڪٿي ٿي رهي. شيام به ان پکيءَ وانگر محبت ۾ گرفتار هو. جيڪڏهن هن کي جهرڻا جي محبت ان وقت حاصل نه ٿئي ها ته هوءَ ان جو مزو نه ماڻي سگهي ها. ڇو ته هو هاڻ ان وقت ناتوان ۽ عاجز هو. هن جي زندگيءَ جو جهاز دنيا روپي ساگر جي ڇولين جا لڏا ۽ طوفان جا جهٽڪا سهي آخر ساحل جي سڪون ۾ اچي ٽڪيو هو. سندس جيون ڀالڙا پوري ٽٽي چڪي هئي. ايتري ۾ ڪتي ورڻي اوناڻو. مون شيام ڏاهن ڏٺو پريل اکين سان نهاريو. لڳو ٿي ته هو ۽ جهرڻا سان ڳالهائي رهيو هو.

”جهرڻا، پوءِ تو مونکي جواب ڪونه ڏنو. اوهو.......اڄ هي ڇاليءَ ۾ سور ڇو اچي پيو آهي.“

هن جي پيشانيءَ ۾ پيڙا جي اثر کان گهنج پئجي ويا. پوءِ هن آهستي آهستي چيو،

”ڇو، تون هيءَ مٺهڙون لڇ سوکڙيون سوکار ڪندين نه؟“

”ڇو ڪين، شيام.“

ائين چئي هن ٽهڪ ڪرليا ۽ چيو،

”هيءَ سازهڙون لاءِ تمام عمدا ون آهن. مونکي بيحد پسند آهن.“

... اکيون ۽ سندس سر اتر جي پار کان هيٺ جهڪي ... هو. اڄ شيام مدت کان پوءِ مرڪيو هو. هن

ڏسي اڄ پيهه آئند ۾ آهيان .... اڄ منهنجي اڇاڻ اکين کسي دل ڀري ڏسڻ ڏي، جهرڻا! اوه...."

انهن چئي هن چاليءَ لي همٿ رکيو. سندس منهن ۾ گهنڊ پئجي ويا ۽ انهن پاسڻ ۾ آيو ته کيس اندر ۾ ڪا سخت پيڙا هئي. مان وقت وچي سندس پرسان بيٺس ۽ ٻانهن کان جهلي کيس سنڀاريم.

"ڇو شيام، ٺوڪي ڇا ٿيو آهي؟"

جهرڻا ٻه ويجهو اچي بيٺي.

شيام چيو، "هيءَ ڪمبخت سور الائي اڄ ڪٿان اچي پيو آهي."

ٻون سندس چاليءَ مٿان همٿ رکيو. شيام جي دل جي ڌڙڪڻ تيز ٿي وئي هئي ۽ انهن محسوس ڪيم ته سندس دل چاليءَ جو پردو ڦاڙي ٻاهر اچڻ ٿي چاهيو. هن آهستي آهستي جهيڻي آواز ۾ چيو، "جهرڻا، ٺيڪ ته آهين نه؟"

"ها، پر ٺوڪي ڇا ٿيو آهي، شيام؟" جهرڻا هن طرف جهڪي چيو،

شيام ٿڌو ساهه کنيو. هو ٽڪ ٽڪ نظر اچي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو،

"چئي ٿو سگهان. پر تنهنجي اڇڻ جي مولڪي اکيو ٿي خبر ملي چڪي هئي ۽ هيءَ ڏس." هن سامهون رکيل ٻنڊلن ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "دل چاهيو ته تنهنجي لاءِ ڪي سوکڙيون وٺي اچان. انهن ۾ عمديون ساڙهيون ۽ مٺيا ائٽي تنهنجي لاءِ. صرف تنهنجي لاءِ........ هيءَ لي ٿڪو قبول ڪنديءَ نه جهرڻا؟"

پوءِ شيام جهرڻا کان ٻمبئيءَ جو حال احوال پڇندو رهيو.

لڏهن اوهان جيو هو ۽ هن سان وڌيڪ رهڻ جي اوهان کي ضرورت ئي ڪونه پوندي؟"

مون ڪوبه جواب نه ڏنو جهرنا وري چيو، "سدس لاءِ اهوئي بهتر ٿيندو. غلطفهميءَ ۾ مبتلا ٿي ذليل زندگي گذارڻ کان اهو بهتر آهي. ۽ مون ٿي سمجهيو ته ايترو جلدي کيس آزادي ملي ويندي."

مان خاموش رهيس. جهرنا پڇيو،

"ڪڏهن وڃي رهيو آهي سفر تي."

"چئي نٿو سگهان. ڪڏهن به. واقعي سدس وڃڻ جي گهڙي ويجهو پوندي ٿي وڃي."

سامهون وڻ هيٺان ساڳيو ئي ڪتو ويٺو هو جنهن اوچتو اونائڻ شروع ڪيو. جهرنا ڏڪي ويئي. ڪتي جو اونائڻ بيحد ڏکوئيندڙ هو. هوءَ مونکي جنسي جسڙي پيئي. مون سدس کي جي به ويجهو منهن آڻي چيو،

"چو جهرنا! ڏڪي ويئينءَ؟"

"هن ڪتي جي روئڻ جو آواز تمام دردناڪ آهي."

"آهي. درد جي ڳالهه به آهي. هن ڪتي کي شام جي ٻاري ۾ هير آهي لڏهن ورتي رهيو آهي. ڏج ۽ جهرنا."

"ڏ. ڏ. ڏجان ٿي. ڏپ ته منهنجي زندگيءَ ۾ ٿي نه آهي."

"اسان کي اندر هلڻ کپي، جهرنا."

شام ٻنيڪ واري ڪمري ۾ ڪرچ لسي سمهيو پيو هو. جهرنا کي ڏسندي سدس ناتوان تن ۾ جڻ جان اچي ويئي. هن لاءِ پاسو ورائڻ به مشڪل هو پر جهرنا جي نظرن جي ۽ کيس سکهو ڪري چڏيو: ڏوه مان جهڪو ڏيئي آيو.

جهرنا! اچي ويئينءَ؟ ويه .... منهنجي پرسان ويه. اوکي

غرضيءَ جو روپ اختيار ڪيو آهي. اهڙن حالتن ۾ مان هر
وقت رهي اٿي سگهان."
"ٺيڪ آهي."
"توهان کي نه ڪو اعتراض نه آهي؟"
"نه."

ٿوري ڪجهه وقت خاموش هئاسين. ٽئڪسي ميٽلاس هوٽل
۾ پهچي ويئي ۽ جهرنا جو سامان ڪمري ۾ رکيو ويو.
هن چيو، "جيڪڏهن اجازت هجي ته هت مهين ڌوئي وٺان."
مون کلي ڏنو. جهرنا مشڪندي غسل خاني ۾ هلي ويئي.
"منهنجو خيال آهي ته ماني کائي پوءِ ٿي شيام صاحب جو
درشن ڪرڻ لاءِ نڪرجي." هن ٻاهر ايندي چيو.
"جيئن توهانجي راءِ."
ٽئڪسي شيام جي بنگلي وٽ پهتي ته ڏٺم ته چندو ٻاهرين
دروازي وٽ اوسيئڙي ۾ اڀو بيٺو هو. مون سمجهو ته ڪا
خاص ڳالهه ٿي هوندي ان ڪري اسين اتي لهي پياسين.
"چو چندو، ڇا ٿيو آهي؟" مون پڇيو.
جهرنا کي نمسڪار ڪري چندوءَ ڌيمي آواز ۾ چيو،
"شيام صاحب جي طبيعت نهايت خراب آهي. توهان جي
وڃڻ کان پوءِ جلد ئي هوش آيو. ڪمس چاليءَ ۾ سخت سور اچي
پيو. ڊاڪٽر ٿي ويو آهي. هيئنر شايد ڪجهه فرحت اٿس."
"چڱو، توهان هل." مون چندوءَ کي چيو.
اسين ڪجهه وقت باغ ۾ بيٺاسين. جهرنا کي چيم،
"جهرنا! شيام هڪ لمبي سفر تي وڃي رهيو آهي. هن
توکي ڏسڻ جي خواهش ڏيکاري، انڪري توکي هت گهرايم."
"لمبو سفر...." جهرنا سوچ ۾ پئجي ويئي. "اوه، مون سمجهو.

